# ٽي پتلا



هڪڙو هو بادشاهه هن جو هو هڪ وزير، وزير وڏو سمجهو ماڻهو هو. هن جي زماني ۾ بادشاهه جي سلطنت ۾ وڏي ترقي ٿي آخر وزير بيمار ٿيو. گهڻائي دوا درمل ڪرايائون پر وزير صحتياب نه ٿي سگهيو. بادشاهه کي ڳڻتين اچي ڪنيو ته هاڻ ڪيس اهڙو وزير نه

ملي سگهندو. بادشاهہ وزير کان پڇيو ”توهان کان پوءِ آءٌ وزير ڪنهن کي بڻايائن.“ پڇڻ تي وزير بادشاهہ کي ٽي پتلا ڏنا. ٽئي پتلا هر ڳالهہ ۾ هڪجهڙا هئا. قد ۾ هڪجيترا، تولهہ ۾ برابر ۽ رنگ پڻ تنهي جو هڪجهڙو هو. ٽنهي پتلن جي هٿن ۽ پيرن ۾ بہ ڪو فرق نہ هو. اک، نڪ، ڪن پڻ سڀني جا هڪجهڙا هئا. وار برابر بہ ڪو ننڍو نہ هو. تور ۾ بہ ٽئي پتلا برابر هئا. وزير بادشاهہ کي چيو هي ٽئي پُتلا آهن تہ هڪجيترا. پر ٽنهي ۾ وڏو فرق آهي. جيڪو ماڻهو انهيءَ فرق کي ٻڌائي انکي اوهين مون کان پوءِ وزير بڻائجو.

ان کان پوءِ وزير بادشاهہ جي ڪن ۾ ٻڌايو تہ ٽنهي پتلن مان سڀ کان سٺو پتلو ڪهڙو آهي ۽ ٻئي نمبر جو ڪهڙو آهي ۽ سڀ کان خراب ڪهڙو آهي؟ بادشاه وزير کان پتلا وٺي رکي ڇڏيا. جڏهن وزير مري ويو تہ بادشاهہ ٽئي پتلا صندل تي رکرائي ڇڏيا ۽ ڍنڍورو ڏياريائين تہ جيڪو ماڻهو انهن ٽنهي پتلن مان پهرين نمبر، ٻئي نمبر ۽ ٽئين نمبر جو پتلو ٻڌائيندو تہ انهيءَ کي آءٌ پنهنجو وزير بڻائيندس.

بادشاهہ جو اعلان ٻڌو تہ ماڻهن وزير ٽيڻ جي لالچ ۾ ڪاهي پيا. ماڻهو ايندا پتلن کي ڏسندا، پتلن جي ماپ، تور ڪندا، رنگ روپ، مهانڊا ڏسندا ويا، جڏهن ڪجهہ بہ تفاوت نہ ڏٺائون تہ پريشان ٿي واپس موٽيا ٿي ويا. انهيءَ ريت ڪجھ ڏينهن گذري ويا ڪوبہ پتلن کي پرکي نہ سگهيو. جنهن بہ اچي ٿي ڏٺو انهي ائين ٿي ٿي چيو تہ هي ٽئي تہ بالڪل هڪجهڙا آهن. انهن ۾ تہ وار برابر بہ فرق ناهي.

هاڻي ڏسندا هلو خدا جي قدرت، جنهن کي چاهي عزت ڏي، الله جنهنجو مان مرتبو وڌائڻ چاهيندو آهي، انهيءَ کي سمجهہ ۽ عقل ڏيئي ڇڏيندو آهي ۽ پوءِ اهڙو ماڻهو وڏي مشڪل ڳالهہ کي بہ آساني سان سمجهي وٺندو آهي.

هڪ ڏينهن ائين ٿي ٿيو هڪ ماڻهو اتي اچي نڪتو. بادشاه جو اعلان اهو بہ ٻڌي چڪو هو. هن ٽنهي پتلن کي توريو، ٽئي پتلا برابر هئا. هاڻي هن پتلن کي ماپيو، اک، ڪن، نڪ، پير ۽ هٿ وغيره سڀ ڪجهہ هڪ هڪ ڪري ماپي ڏٺائين. ماپ ۾ بہ سيئي برابر هئا. سندن مهانڊا بہ جانچي ڏٺا. ان ۾ بہ فرق نہ

پاتائين هن پتلن کي رکي ڇڏيو ۽ وينو ويچار ڪرڻ تہ جڏهن هي پتلا هر ڳالهہ ۾ برابر آهن تہ پوءِ فرق ڇا ٿي سگهي ٿو.



اوچتو هن جي نظر هڪ پتلي جي ڪن تي پئي، پتلي جي ڪن ۾ سوراخ هو. هن ٻين پتلن کي ڏٺو، انهن جي ڪنن ۾ بہ سوراخ هو ۽ اهي سوراخ بہ برابر هئا هاڻي ان ماڻهو کي اچي پريشاني ٿي ۽ هو پتلن کي رکي وڃڻ وارو هو تہ اوچتو الله هن جي دل ۾ هڪ

ڳالهہ وڌي، هن هڪڙي پتلي جي ڪن ۾ ڦوڪ ڏني، ٻئي پتلي جي ڪن ۾ ڦوڪ ڏني، ٽئين پتلي جي ڪن ۾ پڻ ڦوڪ ڏني ۽ پوءِ خوشيءَ مان ٽپ ڏيڻ لڳو. هن پهريدارن کي چيو "آءٌ سمجهي ويو آهيان تہ انهن ٽنهي پتلن ۾ ڪهڙو تفاوت آهي. توهين بادشاہ کي وڃي ٻڌايو تہ مان اهو ٻڌائي سگهان ٿو تہ انهن پتلن ۾ سڀ کان وڌيڪ سٺو، سڀ کان وڌيڪ قيمتي ۽ پهرين نمبر جو پتلو ڪهڙو آهي ۽ ٻي نمبر جو ڪهڙو آهي ۽ ٽنهي ۾ سڀ کان وڌيڪ خراب پتلو ڪهڙو آهي."

پهريدار ڊوڙندا بادشاہ وٽ ويا. بادشاہ يڪدم دربار ڪوٺائڻ جو حڪم ڏنو ۽ انهيءَ ماڻهوءَ کي گهرايائين ماڻهن کي جو خبر پئي تہ هڪ ماڻهو انهن پتلن جو فرق ٻڌائيندو تہ ماڻهن جو ميڙ ٻہ ڳڻ ٿيڻ لڳو. سپاهين اُن ماڻهوءَ ۽ پتلن کي بادشاهہ آڏو پيش ڪيو.

بادشاهہ انهيءَ ماڻهو کان پڇيو "ڇا تون ٻڌائي سگهين ٿو تہ انهن پتلن ۾ ڪهڙو فرق آهي."

انهيءَ شخص جواب ڏنو "انشاءَ الله جيڪڏهن الله چاهيو تہ مون جيڪو ڪجهہ سمجهيو آهي، اهو بالڪل

ٻڪ هوندو.“ بادشاهہ حڪم ڏنو ”چڱو ٻڌاءِ.“

بادشاهہ جو حڪم ٻڌندي انهيءَ ماڻهو هڪ پتلو ڪنيو. ان جي ڪن ۾ وات سان ڦوڪ ڏيئي ٻڌايائين ”سائين هي پتلو ٽنهي پتلن ۾ پهرين نمبر جو آهي، وڏو قيمتي آهي جيڪڏهن انهيءَ ڪي هيرن ۾ توريو وڃي تہ بہ انهيءَ جي قيمت گهٽ آهي.“

بادشاهہ پڇيو ”انهيءَ پتلي ۾ ڪهڙي خوبي آهي؟ انهيءَ ماڻهو جواب ڏنو ”ڏسو جيئندا قبلا! مون هن پتلي جي ڪن ۾ ڦوڪ ڏني، منهنجي ڦوڪ هن جي پيٽ ۾ هلي ويئي.“ بادشاهہ پيهر پڇيو تہ ”ڀلا اها ڪهڙي خوبي جي ڳالهہ ٿي.“ انهيءَ ماڻهو چيو ”بادشاهہ سلامت اهائي تہ قيمتي ڳالهہ آهي. هي پتلو انهيءَ ماڻهو وانگر آهي جنهن کي ڪير راز جي ڳالهہ ٻڌائي تہ انکي پيٽ ۾ رکيو ڇڏي ۽ ڪنهن کي بہ نہ ٻڌائي.

حضور! جيڪو ماڻهو ٻئي جو راز ڪنهن کي نہ ٻڌائي اهوئي تہ سڀ کان پهرين نمبر جو هوندو آهي. اهڙي ماڻهو جي هر ڪو عزت ڪندو آهي. سڻا بادشاهہ اهڙي ماڻهو کي پنهنجو رازدار بڻائيندا آهن ۽ وڏي کان

وڏو پگهار ڏيندا آهن.“ انهيءَ جواب مان بادشاهه ڏاڍو خوش ٿيو. پڇيائين ”چڱو ٻي نمبر جو پتلو ڪهڙو آهي.“ انهيءَ ماڻهو ٻيو پتلو ڪنيو، انهيءَ جي ڪن ۾ ڦوڪ ڏني تہ ڦوڪ انهيءَ جي هڪ ڪن مان ٿيندي ٻي ڪن مان نڪري ويئي. انهيءَ ماڻهوءَ چيو ”سائين هي ٻئي نمبر جو پتلو آهي. انهيءَ ماڻهوءَ وانگر آهي جيڪو ڳالهہ ڪي هڪ ڪن مان ٻڌي ٻئي ڪن مان ڪڍيو ڇڏي اهڙي ماڻهوءَ مان نہ نقصان جو ڊپ هوندو آهي ۽ نہ ئي ان مان ڪو فائدو پهچندو آهي. انهي ڪي ڪنهن ڪم تي لڳائبو تہ گهاٽي جي ڏاند وانگر ڇُهٽيو پيو هوندو آهي. ان جي قيمت مقرر ڪونهي جيڪو وٺي سو ڏئي ڇڏيوس، اهوئي ان لاءِ گهڻو آهي.

بادشاهہ انهي جواب مان پڻ گهڻو خوش ٿيو. ۽ پڇيائين ”چڱو هاڻي ٽئين پتلي جي باري ۾ ٻُڌاءِ، انهيءَ ۾ ڪهڙي ڳالهہ آهي؟ ان ماڻهو ٽيون پتلو ڪنيو انجي ڪن ۾ ڦوڪ ڏني تہ ڦوڪ انهيءَ جي ڪن مان ٿيندي ان جي وات مان نڪري ويئي. ماڻهوءَ چيو ”قبلا سائين هي پتلو ٻن پئسن جو بہ ڪونهي. هي پتلو انهيءَ خراب ماڻهو وانگر آهي. جنهن ڪي ڪا راز جي ڳالهہ

ٻڌايو تہ فوراً ٻين کي ٻڌايو ڇڏي، جتان ڳالھہ ٻڌندو آهي تہ بس بغير جانچڻ پرکڻ جي هرهڪ کي ٻڌائيندو رهندو آهي. اهڙو ماڻهو جهڳڙي جي پاڙ هوندو آهي. اهڙي ماڻهو کي جيڪڏهن رازدار بڻايو تہ هو راز کي لڪائي ناهي سگهندو ۽ پوءِ ان مان وڏو نقصان پهچندو آهي. هڪ کي ٻئي سان ويڙهايو ڇڏي ڪنهن جي عزت ۽ لڄ جو انهيءَ کي ذرو بہ ڌيان نہ ٿو رهي.

بادشاھہ انهيءَ جو بہ جواب ٻڌي تمام گهڻو خوش ٿيو. بادشاھہ ان ماڻهو کان پڇيو. " هائي اهو ٻڌاءِ تہ تنهنجي سمجهہ ۾ اها ڳالھہ ڪيئن آئي، وڏن وڏن عقلمند ماڻهن انهن پتلن کي ڏٺو، جانچيو، پرکيو، پر ڪوبہ سمجهي نہ سگهيو. تون ڪيئن سمجهي ورتو؟"

ان ماڻهو جواب ڏنو سائين! اهو سڀ ڪجهہ الله جي طرفان ٿيندو آهي، جيڪڏهن الله ڪنهن جي دل ۾ نہ وجهي تہ ڪوبہ ڪجهہ نٿو ڪري سگهي ۽ جيڪو توهين مون کان پڇو ٿا تہ ڪهڙي ريت اها ڳالھہ منهنجي سمجهہ ۾ آئي تہ قبلا! سچي ڳالھہ اها آهي تہ

اهُ ٻتلن کي جانچيندي ۽ پرکيندي پريشان ٿي ويو هوس ۽ انهن کي رکي وڃڻ وارو ئي هوس تہ اوچتو مونکي حضرت انس رضي الله عنه جي ننڍپڻ جي هڪ ڳالهہ ياد اچي وئي ۽ پوءِ ٻتلن جو راز سمجهڻ الله منهنجي لاءِ آسان ڪري ڇڏيو.

"اهو ڇا؟" بادشاهہ پڇيو.

اهو هيئن تہ "هڪ دفعي حضرت انس رضي الله عنه ڇوڪرن سان کيڏي رهيو. ايتري ۾ پيارو رسول الله صلي الله عليہ وسلم تشريف فرما ٿيو ۽ انهن کي سلام ڪيو. پوءِ پنهنجي ڪنهن ضرورت سان پاڻ ڪريم صلي الله عليه وسلم جن کيس ڪٿي موڪليو. حضرت رضي الله عنه کي انهيءَ ڪم ۾ گهڻو وقت لڳي ويو. پوءِ جڏهن هو پنهنجي ماءُ وٽ ويو تہ ماءُ پڇيس "ايتري دير ڪٿي هئين؟" ٻڌايائين تہ "پياري رسول صلي الله عليه وسلم هڪ ضروري ڪم سان موڪليو هو." پڇيائين "ڪهڙي ضرورت هئي" جواب ڏنائين تہ "اهو هڪ راز آهي." کيس ماءُ چيو "ڏس پٽ! پياري نبي صلي الله عليه وسلم جو راز ڪنهن کي بہ نہ ٻڌائج." حضرت انس رضي الله عنه جي اها ڳالهہ ٻڌائي

انهيءَ ماڻهوءَ بادشاهه کي چيو ”سائين جڏهن ڪان مون اها ڳالهه پڙهي آهي تڏهن ڪان آءُ سمجهان ٿو ته راز کي لڪائڻ قيمتي ڳالهه آهي ۽ راز کي کولي ظاهر ڪري ڇڏڻ ٻن پئسن جي ڳالهه آهي. مون کي اهائي ڳالهه ياد اچي ويئي ۽ پوءِ الله مون لاءِ انهن پٽلن کي سمجهڻ آسان ڪيو. بادشاهه چيو ”سچ پچ انهن پٽلن ۾ اهوئي فرق آهي. ۽ پوءِ بادشاهه انهيءَ ماڻهو کي پنهنجو وزير بڻائي ڇڏيو.

# لغز



آ ـ ها ـ لغز

اوچتو سعيد جي زبان مان نڪتو ۽ هو جلدي جلدي بيهي رهيو ۽ هڪ پاسي ڏِسڻ لڳو. حامد پڇيو ”ڪٿي“ سعيد اشارو ڪندي ٻڌايو ”هو ڏس.... سامهون ڪڏ ۾!“ ........ ۽ پوءِ ٻئي ڄڻا ڪڏ ڏانهن هلڻ

لڳا. ڪڏ جي ويجهو پهچي هنن لغڙ ڏانهن هٿ وڌايو پر
"اڙي هي تہ قاتل آهي." سعيد پنهنجو وڌايل هٿ
ڇڪيندي چيو "اڙي هن جون ڪناريون بہ تتل آهن."
عرفان پنهنجي وڌايل هٿ کي روڪيندي چيو "۽ اڏ
ڪان وڏيڪ تہ بنهہ پاٽي ۾ پُسي ڳري چڪو آهي."
سعيد پُسيل لغڙ ڏانهن اشارو ڪندي چيو. "هلڻ
گهرجي هاڻي ڪهڙي ڪم جو آهي هي لغڙ." سعيد
چيو ۽ پوءِ ٻئي ڄڻا پنيرا ڏي هلڻ وارا ئي هئا تہ ڪڏ مان
آواز آيو "پيارا ٻارؤ! ڪنهن کي خراب حالت ۾ ڏسي
منهن موڙڻ نہ گهرجي. هڪ منٽ جي لاءِ ٻيهو ۽
منهنجي رام ڪهاڻي ٻُڌيو وڃو. ڪجهہ نہ ڪجهہ
نصيحت ضرور ملندي توهانکي."

اهو آواز ٻڌي عرفان ۽ سعيد حيرت ۾ پئجي ويا.
ٻئي ڄڻا سمجهي ويا تہ اهو آواز لغڙ جو آهي. ٻئي ڄڻا
هڪ ٻئي کي ڏسڻ لڳا ۽ پوءِ ڪڏ جي ڪناري تي
ويهندي چيائون "چڱو........ اسان تنهنجي ڳالهہ مڃي
۽ هاڻي ٻڌاءِ پنهنجي رام ڪهاڻي.

ٻارؤ! "هي دنيا فاني آهي." اجا لغڙ ايترو چيو تہ
عرفان ۽ سعيد ٻئي ڪلڻ لڳا. سعيد چيو ..........

”اسين ڄاڻون ٿا تہ دنيا فاني آهي، هر شيءِ اچڻي وڃڻي آهي. يعني موت سڀني کي اچڻو آهي. پر تون اسانکي پنهنجي کهاڻي ٻڌاءِ! گهڻيون ڳالهيون نہ ڪر.

پيارا ٻارو! توهان سياڻا ٿا لڳو. چڱو ٻڌو! جيئن منهنجو حال ٿيو تيئن ساري دنيا فاني آهي. عرفان ۽ سعيد کي لغز جي ڳالهين مان مزو اچڻ لڳو ۽ ٻنهي ڄڻن ڪلندي چيو ”چڱو چڱو هاڻي ڪجهہ بہ نہ ڳالهائينداسين، ذرو بہ زبان نہ کولينداسين ۽ هن فاني دنيا کي ڇڏي آخرت جي تياري ڪنداسين. ۽ پوءِ ٻئي ڄڻا چپ ٿي ويا.

# عقلمند بيوقوف

چوندا آهن تہ هڪ امير پاڻ وٽ هڪ نوڪر رکيو جيڪو پنهنجي بيوقوفي جي ڪري سڄي شهر ۾ مشهور هو. امير هن کي هڪ لڪڻ ڏنو ۽ چيائين تہ هيءُ لڪڻ تون انهيءَ ماڻهو کي ڏج، جيڪو توکان بہ وڌيڪ بيوقوف هجي.

ڇهن مهينن کان پوءِ اهو بيمار ٿيو ۽ احمق کي چيائين تہ آءٌ توکان موڪلائي رهيو آهيان. بيوقوف پُڇيو. "سائين ڪڏهن واپس

ايندا." امير جواب ڏنو، "اهڙي جڳهہ تي وڃي رهيو آهيان جتان ڪوبہ واپس ناهي ويو" بيوقوف پڇيو "اتي توهان پنهنجي ترسڻ لاءِ ڪو گهر ٺهرايو آهي؟." چيائين "نہ." بيوقوف پڇيو "ڪو ٿمر سامان موڪلي ڇڏيو اٿو." چيائين "نہ" پڇيائين "پلا بورچي خاني ۾ ڪائڻ پيئڻ جو ڪجهہ سامان موڪلي ڇڏيو اٿؤ. امير چيو "نہ." اهو ٻڌي بيوقوف کلڻ لڳو، ۽ کيس چيائين، جتي توهانکي ٿورن ڏينهن لاءِ رهڻو هو، اتي اوهان هيڏو وڏو محل ٺهرايو، آرام ۽ آسائش جو سامان ڪنو ڪيو، پر جتي توهانکي هميشہ جي لاءِ رهڻو آهي انهي جي لاءِ ڪوبہ سامان ڪَٺَو نہ ڪيو. توهان کان وڌيڪ احمق مونکي ٻيو ڪو بہ نہ مليو. انهيءَ لاءِ هيءُ لڪڻ توهان ئي ونو تہ چڱو رهندو.

پيارا ٻارؤ! انهيءَ مان اسان اهو سبق پرايو تہ اسين چئن ڏينهن جي زندگي لاءِ هيڏي ڊڪ ڊوڙ ڪريون ٿا ۽ آخرت کي

بالڪل وساري ويٺا آهيون. اتي نہ پسئو ڪم ايندو ۽ نہ گهڻو مال ۽ ملڪيت. تنهنڪري اسان کي پنهنجي اخلاق ۽ عملن کي سٺو رکڻ جي ضرورت آهي.

اسانکي هميشہ سچائي جي رستي تي هلڻ گهرجي. اسان کي پنهنجي پياري نبي صلي الله عليه وسلم جي ڏسيل واٽ تي هلڻ گهرجي. پوءِ خدا تعاليٰ پنهنجي فضل ۽ ڪرم سان ۽ پنهنجي رحمت سان پاڻ ئي اسان تي مهربان ٿيندو. سندس رحمت تمام وڏي آهي.

# هوشيار ڇوڪر



هڪ ماڻهو کي ٽي پٽ هئا. هن ٽنهي کي الڳ الڳ استادن وٽ پڙهايو. هڪ ڏينهن هن ٽنهي پٽن جو امتحان وٺڻ چاهيو. هو بازار مان ٽي ڪچا ناريل وٺي آيو ۽ پنهنجي هر پٽ کي هڪ هڪ ڏيندي چيائين "وڃو پنهنجو پنهنجو ناريل ٽوڙي کڻي اچو. پر ڏسو! هڪ ڳالهه جو خاص خيال رکجو ته اهڙي جڳهه تي وڃي ناريل ٽوڙجو جتي توهان کي ڪير به نه ڏسي."

ٽئي ڇوڪرا ناريل ٽوڙڻ هليا ويا.

ٿوري دير ۾ وڏو پٽ ڊوڙندو آيو ۽ ٽنل ناريل آڻي پيءُ جي سامهون رکي ڇڏيو.

پيءُ پڇيس "ڪٿي وڃي ٽوڙيو اٿئي؟"

پٽ جواب ڏنو "بابا! پر واري ڪمري ۾ الماري جي پويان ويهي ٽوڙيو اٿم. مون کي ڪنهن بہ ڪونہ ڏٺو." ايتري ۾ وچٽ بہ اچي ويو. انهيءَ بہ ٽنل ناريل پيءُ جي سامهون رکي ڇڏيو. پيءُ پڇيو "پٽ ناريل ڪٿي ٽوڙيو؟ پٽ جواب ڏنو "مٿي ٻي ماڙ تي ڪوبہ ڪونہ هو اتي ئي سامهون. ڪمري ۾ ويهي ٽوڙيو اٿم." ٿوري دير ۾ ننڍو پٽ بہ اچي ويو هن جو ناريل سندس هٿ ۾ اهڙو جو اهڙو پيو هو. پيءُ پڇيس، "ڇو پُٽ؟ ناريل ڪونہ ٽوڙيو." پٽ چيو، "بابا، توهان تہ شرط ئي اهڙو لڳايو هو. آءُ ڪٿي وڃي ٽوڙيان ها؟ جتي بہ ويس الله سائين ڏسي رهيو هو. مونکي ڪنهن بہ اهڙي جڳهہ جي خبر ناهي جتي الله سائين نہ ڏسي رهيو هجي." ننڍي پٽ جي اها

ڳالهه ٻڌي ڏاڍو خوش ٿيو. هن الله جو شڪر ادا ڪيو جو سندس ننڍو پٽ ايتري سمجهه رکي ٿو.

وڏا ڀاءُ به سندس ڳالهه ٻڌي شرمائجي ويا. انهن کي خبر پئجي ويئي ته ڪانئن ڪيڏي نه وڏي غلطي ٿي ويئي آهي.

# چور جو پٽ

هڪ چور چوري ڪرڻ ويو. پنهنجي پٽ کي پاڻ سان گڏ ڪنيائين. هڪ باغ جي ويجهو پهتا. سٺا سٺا ميوا ڏسي چور جو وات پاڻي پاڻي ٿيڻ لڳو. پٽ کي چيائين "تون هتي بيٺو رهه ۽ ڪير ڏسي ته مونکي آواز ڏج." اهو چئي چور باغ اندر گهڙيو ۽ ميوا پٽڻ لڳو. ايتري ۾ پٽ دانهن ڪندي وڏي واڪي چيو. "بابا هو ڏسي رهيو آهي." چور گهبرائجي پوئين پير پڳو آيو. پڇيائين "ڪير هو؟" پٽ چيس "الله سائين" امان ڪالهه ئي ته ٻڌايو هو ته "الله سائين هر جڳهه تي آهي. سڀني کي ڏسي ٿو. هن ڪان ڪا ڳالهه لڪيل ناهي" پيءُ اهو ٻڌي شرمائجي ويو آئنده لاءِ چوري ڪان توبه ڪيائين.

# حضرت عمر رضہ ۽ بدوي

هڪ ڏينهن حضرت عمر فاروق رضي الله تعاليٰ عنه مسلمانن جي وڏي ميڙ آڏو تقرير ڪري رهيو هو. تقرير ڪندي حضرت عمر رضي الله تعاليٰ عنه فرمايو تہ جيڪڏهن مان آخرت کي ڇڏي دنيا جي طرف لاڙو ڪريان ۽ انصاف ڇڏي ظلم ڏانهن مائل ٿيان تہ توهان مون سان ڪهڙو برتاءُ ڪندؤ! اها ڳالهہ ٻڌي هڪ بدوي يڪدم اٿي بيٺو ۽ پنهنجي تلوار کي هوا ۾ ڦيرائيندي چوڻ لڳو "هن تلوار ڏانهن نهار، ان تلوار سان توکي سڌو ڪندس!"

"تون منهنجي شان ۾ اهڙا گستا الفاظ چئي رهيو آهين" خبردار! ڪجهہ هوش ڪان ڪم وٺ." حضرت عمر رضي الله تعاليٰ عنه ڪيس دڙڪو ڏيندي چيو.

" هائو هائو!! امير المؤمنين! مان تنهنجي شان ۾ اهڙا الفاظ بلڪل چوندس." ان شخص نهايت بي ڊپائي ۽ دليريءَ سان جواب ڏنو. بدويءَ جي اها

ڳالهہ ٻڌي حضرت عمر رضي الله تعاليٰ عنه ڪجهہ مرڪيو. ان ڪان پوءِ خوش ٿيندي فرمايائين ”خدا جو شڪر آهي جو منهنجي قوم ۾ اهڙا ٻہ ماڻهو موجود آهن جو جيڪڏهن مان غلط رستي تي هلڻ جي ڪوشش ڪريان تہ مون کي سنئين رستي تي وٺي ويندا ۽ ڪنهن بہ قسم جو ڏپ نہ ڪندا.“

پيارا ٻارو! جيئن تہ اسلامي زندگيءَ جو بُنياد ئي حق جي ڳالهہ چوڻ ۽ حق کي پسند ڪرڻ تي آهي، انڪري حضرت عمر فاروق رضي الله تعاليٰ عنه مسلمانن ۾ حق گوئي ۽ راستبازي واري جذبي کي زنده رکڻ ۽ اڀارڻ لاءِ ڄاڻي ٻجهي اهي الفاظ چيا هئا.

# حضرت عمر رضہ جو انصاف

حضرت عمر فاروق رضي الله تعاليٰ عنه جي دورخلافت ۾ شام جي هڪ اڳوڻي حڪمران جبله بن ابراهيم غساني اسلام قبول ڪيو هو. مسلمان ٿيڻ کان پوءِ هو حج تي آيو. ڪعبة الله جو طواف ڪندي سندس چادر جو پلئہ جيڪو زمين سان گسي رهيو هو جيڪو ڪنهن شخص جي پير جي هيٺان اچي ويو. جبله جي دماغ ۾ اڃا بادشاهي جو غرور موجود هو. هن ان ڳالهہ کي پنهنجي بي عزتي سمجهندي انهيءَ شخص کي هڪ زوردار چماٽ وهائي ڪڍي. ان ماڻهو بہ جواب ۾ جبله کي هڪ چماٽ هڻي ورتي.

جبله کي ان ڳالهہ تي سخت مٺيان لڳي ۽ ان معاملي جي حضرت عمر رضي الله تعاليٰ عنه سان اچي شڪايت ڪيائين. حضرت عمر رضي الله تعاليٰ عنه پنهي جا بيان ٻڌي جبلہ کي چيو تہ ”تو پنهنجي ڪئي جي سزا پاتي، هاڻي معاملو برابر ٿي ويو.“

جبلہ ڦوندڙ ۾ اچي چيو تہ "مان تہ سردار ۽ رئيس آهيان، منهنجي مقابلي ۾ هڪ معمولي ۽ خسيس ماڻهو جي ڪابہ حيثيت نہ هئڻ گهرجي. ان ماڻهوءَ کي موت جي سزا اچڻ کپي."

ان تي حضرت عمر رضي الله تعاليٰ عنه فرمايو تہ "اهي جاهليت جون رسمون هيون، اسلام ۾ سڀ انسان، ننڍو هجي توڙي وڏو برابر آهن." جبله اهو جواب ٻڌي حيران ٿي ويو ۽ حج ڪري اتان ئي ڀڄي ڪافر ٿي قسطنطينه ڏانهن ڀڄي ويو.

# حضرت عمر فاروق رضہ

# ۽

# ڪوفي جو گورنر

حضرت عمر فاروق رضي الله تعاليٰ عنه پنهنجي خلافت دوران امير ۽ غريب، اعليٰ ۽ ادنيٰ جو فرق ختم ڪري ڇڏيو هو. هو پاڻ بہ تمام سادي حياتي گذاريندو هو تہ پنهنجن ماتحت سرڪاري ملازمن کي رهڻي ڪهڻي ۾ سادگي اختيار ڪرڻ جي هدايت ۽ تلقين ڪندو رهندو هو. حضرت عمر رضہ پنهنجي حفاظت لاءِ ڪڏهن بہ ڪو چوڪيدار يا نوڪر نہ رکيو هو. جنهن ڪري هرهڪ ماڻهو بنا ڪنهن جَهل پل جي سندس اڳيان حاضر ٿي پنهنجو ڏک سور بيان ڪري سگهندو هو.

جڏهن عراق جي علائقي ۾ ڪوفي جو شهر

نهي راس ٿيو تہ حضرت عمر رضي الله تعاليٰ عنه حضرت سعد رضي الله تعاليٰ عنه بن ابي وقاص کي اتان جو گورنر مقرر ڪيو. حضرت سعد رضي الله تعاليٰ عنه اتي پهچي پنهنجي لاءِ هڪ سهڻو محلات تعمير ڪرايو ۽ ان جي اڳيان هڪ ڏيڍي بہ ٺهرايائين، جنهن تي ڪيترائي چوڪيدار ۽ دربان مقرر ڪيائين. هاڻي اتان جي رهاڪن کي انصاف حاصل ڪرڻ ۾ دير ٿيڻ لڳي. ان کان علاوه اس يا ٿڌ ۾ ڏيڍي تي ويهي گورنر جو انتظار ڪرڻو پوندو هو. آخرڪار اها ڳالهہ وڃي حضرت عمر فاروق رضي الله تعاليٰ عنه تائين پهتي. جنهن ڪري هو حضرت سعد رضي الله تعاليٰ عنه تي سخت ناراض ٿيو ۽ فرمايائين تہ ”اها ڏيڍي اها عوام کي انصاف حاصل ڪرڻ ۾ رنڊڪ پيدا ڪندي ۽ تي سگهي ٿو تہ چوڪيدارن ۽ دربانن جي ڪري مظلوم عوام حاڪم تائين سولائي سان نہ پهچي سگهي.

ان کان پوءِ هڪ خط قاصد کي ڏيئي ڪوفي روانو ڪيائين. قاصد ڪوفي پهچي اهو خط حضرت سعد رضہ جي حوالي ڪيو. خط جو مضمون هن

طرح هو:

”اي سعد! مونکي معلوم ٿيو آهي تہ تو پنهنجي لاءِ هڪ عاليشان محل تعمير ڪرايو آهي. ان جي اڳيان هڪ ڏيڍي بہ آهي، جيڪا فريادين جي فرياد ٻڌڻ ۾ رڪاوٽ پيدا ڪري رهي آهي. اها ڏاڍي ڏک ۽ افسوس واري ڳالهہ آهي. اي سعد! توکي حڪم ٿو ڏجي تہ پنهنجي محلات واري ڏيڍي کي يڪدم ڊهرائي ڇڏ. والسلام

حضرت عمر فاروق رضي الله تعاليٰ عنه جو اهو خط پڙهي حضرت سعد رضي الله تعاليٰ عنه ڏاڍو پريشان ۽ پشيمان ٿيو ۽ دل ۾ چيائين ”واقعي مون کان غلطي ٿي آهي. مونکي پنهنجي رعيت کان جدا ٿيڻ نہ گهرجي.“ پوءِ مزدور گهرائي ان ڏيڍيءَ کي يڪدم ڊهرائي ڇڏيائين. ان کان پوءِ فريادي ۽ مظلوم بنا ڪنهن روڪ ٽوڪ ۽ رنڊڪ جي آزاديءَ سان محلات ۾ گورنر سان ملاقات ڪرڻ لڳا.

# دوست جو دوست

هڪ رات جو دستور مطابق حضرت عمر فاروق رضي الله تعاليٰ عنه گشت ڪندو شهر کان ٻاهر نڪري ويو ۽ سندس گذر هڪ خيمي وٽان ٿيو. اتي ڏٺائين ته هڪ بدوي پريشاني واري حالت ۾ خيمي جي دروازي وٽ ويٺو آهي. حضرت عمر رضي الله تعاليٰ عنه اڳتي وڌي ان ماڻهو وٽ ويو ۽ کانئس پريشانيءَ جو سبب پڇيائين. پهريائين ته بدوي ڪجهه ٻڌائڻ کان نٽايو ۽ حضرت عمر رضي الله تعاليٰ عنه سان بي رخيءَ سان پيش آيو. پر پوءِ حضرت عمر رضي الله تعاليٰ عنه جي زور ڀرڻ تي پنهنجو احوال ٻڌائيندي چيائين ” دوست! مان مسافر آهيان ۽ هتي قسمت سانگي اچي نڪتو آهيان. هينئر ان مصيبت ۾ ڦاٿل آهيان جو منهنجيءَ زال کي ٻار ڄمڻ وارو آهي پر جيئن ته هتي منهنجي ڪا واقفيت نه آهي سو سوچيان ٿو ته دائي ڪٿان وٺي اچان،

جيڪا منهنجي گهرواريءَ کي ٻار ڄڻائي. بدوي جي تڪليف کي ڏسندي حضرت عمر رضي الله تعاليٰ عنه کيس دلجاءِ ڏيندي چيو "ادا! تون ڪوبہ فڪر نہ ڪر. مان يڪدم سڄو بندوبست ڪري ٿو وٺان. رڳو ٿورڙي دير ترس!" ائين چئي حضرت عمر رضي الله تعاليٰ عنه گهر موٽي آيو ۽ پنهنجي زال بي بي ام ڪلثوم رضہ کي سڄي حقيقت ٻڌايائين ۽ کيس چيائين تہ تون اوڏانهن هلي ان غريب عورت جي مدد ڪر. ٻيبي سڳوري رضہ ڪدم تيار ٿي ويئي ۽ حضرت عمر رضي الله تعاليٰ عنه سان گڏجي بدويءَ جي خيمي ڏانهن رواني ٿي. جڏهن بدويءَ وٽ پهتا تہ حضرت عمر رضي الله تعاليٰ عنه بي بي صاحبه کي خيمي اندر موڪليو ۽ پاڻ ٻاهر بدويءَ جي دل وندرائڻ لاءِ ساڻس ڳالهيون ڪرڻ وينو. ٿوري دير مس گذري تہ بي بي ام ڪلثوم رضہ آواز ڏنو "يا امير المؤمنين پنهنجي دوست کي مبارڪ ڏي! جو الله تعاليٰ کيس فرزند عطا ڪيو آهي."

پٽ جي جمڻ جو ٻڌي بدوي ڏاڍو سرهو ٿيو پر ان سان گڏ اهو بہ شرم ٿيس تہ منديءَ خليفي

سان اڊنگو پيش آيم ۽ ڪمهلي وقت کين تڪليف ڏنم ان ڪري شرمساري سبب ڪجهه غمگين ٿي ويو. حضرت عمر رضي الله تعاليٰ عنه پنهنجي ڏاهپ سان سندس پريشانيءَ کي تاڙي ورتو ۽ کيس دلداري ڏيندي چيائين:

"دوست گهبرائين ڇو ٿو؟ مون کي اهو ساڳيو دوست سمجهه! مان اميرالمؤمنين ضرور آهيان پر دوست جو دوست به آهيان. مان مسلمانن جو بادشاهه نه پر انهن جو خادم آهيان." ان کان پوءِ حضرت عمر فاروق رضي الله تعاليٰ عنه پنهنجي حرم پاڪ سميت مديني شريف ڏانهن موٽي ويو.

# ٻارن لاءِ دلچسپ ڪھاڻيون

| | | |
|---|---|---|
| • پيندو بادشاھ | انجنيئر عبدالمالڪ | 4/= |
| • گاموءَ جا گفتا | انجنيئر عبدالمالڪ | 4/= |
| • ٽي ساڙيل | عبدالرحمٰن جتوئي | 4/= |
| • دال جا دڙڪا | مخفي ميمڻ | 4/= |
| • خدا جو دوست | امداد علي قادري | 4/= |
| • ھنيلا جن | عبدالرحمٰن جتوئي / عبدالرحمٰن ميمڻ | 4/= |
| • ٽي پتلا | ابراھيم سومرو | 4/= |
| • جادوءَ جو ڏنڊو | عبدالجبار "عبد" | 4/= |
| • سياڻو گدڙ | عبدالرحمٰن جتوئي | 4/= |
| • مسٽر مور | انجنيئر عبدالمالڪ | 4/= |
| • شھزادي | غلام محمد شھوائي / محمد صديق "مسافر" | 4/= |
| • فيصلو | غلام محمد شھوائي / محمد صديق "مسافر" | 4/= |
| • خوني | غلام محمد شھوائي / محمد صديق "مسافر" | 4/= |
| • پراسرار حويلي | عبدالجبار "عبد" | 4/= |
| • جيڪو پيءُ کي پڳ ٻڌائي | عبدالغفار ڍڪڻ سومرو | 4/= |

# پڙهندڙ نسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪ ”لُڙهندڙ نسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرندڙ، اوسيئڙو ڪندڙ، ياڙي، ڪاٺُو، ياجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نَسل (پَنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعويٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳِئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصي ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَ پاران ڪتابن ڪي ڊِجيِٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن ڪي ڊِجيِٽائِيز ڪرڻ ڪان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَ سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

ٻَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکَڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اٽڃاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ "هاٽي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو" ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَئَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر کڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، ڇالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشش ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽل گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

**توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها ٿوڙي نيرا، ساوا ٿوڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.**

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)